# شيعه عيدگاه پلاٽ کهڙا

## اڄ ۽ ڪالهه

شيعه عيدگاه جو مسئلو اڃا حل
نه ٿيو.

شيعان کهڙا کي هن دفعي به عيد نماز
پڙهڻ نه ڏني وئي.



از

انجمن ضياء جعفريه کهڙا



قلندري پريس ڪچهري روڊ دادو ۾ ڇپيو

محترم سائين :-

شيعه عيد گاه پلاٽ کهڙا متعلق توهان کي پوري معلومات آهه گذريل عيدالضحيٰ تي ٿيل ايجيٽيشن عيد کان هڪ ڏينهن اڳ اخبارن ۾ آيل پريس نوٽ تي ختم ڪئي وئي هئي ايجيٽيشن ختم ٿيڻ جو سبب علامه سيد نصيرالاجتهادي جي معرفت مسٽر عبدالوحيد ڪٽپر ايڪٽنگ چيف منسٽر سنڌ ۽ سيد امام علي شاه جي وچ ۾ ٿيو. ان ٿيل سمجهوتي جا الفاظ هي آهن.

"میں چاہتا ہوں کہ اس مرتبہ نماز عید موجودہ عید گاہ پر شیعہ کو پڑھنے کي اجازت دي جائے. متبادل دوسري جگہ برائے شیعہ عید گاہ کھوڑہ شیعان کھوڑہ کي مرضي و نشاندھي پر الاٹ کي جائیگی. اگر شیعان کھوڑہ کی منتخب کردہ عید گاہ پر اسکے الاٹ کرنے یا بتانے پر کسي اہلسنت کے فرد یا حکومت کے نمائندہ نے کسي قسم کا اعتراض کیا تو شیعان کھوڑہ کو موجودہ عید گاہ پر حق نماز برقرار رہیگا اور موجودہ عید گاہ شیعان کھوڑہ کي مستقل عید گاہ ہوگي.

دستخط امام علي

متبادل جگہ ملنے پر موجودہ عید گاہ پر ہمارا کوئي حق نہیں رہیگا ہم اسي کو بگاڑنے کي کوشش نہیں کرینگے.

دستخط سید نصیر الاجتہادي.

## جناب اعليٰ:-

هڪ شريف قوم ۽ شريف انسان جو ڪم آهي ته هو پنهنجي ڪيل وعدي تي پورو رهي- اسين هڪ شريف قوم جي حيثيت سان پهنجي وعدي تي پورا رهياسين- ورنه سني ڀائرن وانگر جهيڳڙي ۽ ڪشيدگــي کي وڌائڻ لاءِ اسين ه ڪيل وعدي تان ڦري سگهياسين پي- پــر اسان جهيڳڙي ۽ ڪشيدگي کي هميشه ختم ڪرڻ لاءِ ٺهيل سمجهوته کي عزت ڏيندي ٻئي عيدگاه لاءِ مورخ ٣-٧-٥٧ تي پلاٽ منتخب ڪري ڊپٽي ڪمشنر خيرپور کي کي لکت ۾ ڏنوسون اسين ٻئي پلاٽ تجويز ڪرڻ ۾ به انتهائي ديانتداري ۽ امن پسندي جو ثبوت ڏنو ڪنهن به فرد جي ذاتي ملڪيت تي محض انڪري هٿ نه رکيو ته متان ڪو اعتراض ٿئي ۽ مسئلي جي حل ۾ رڪاوٽ پئجي وڃي- اسان ٻئون ڪاسيٽي جو هڪ سرڪاري پلاٽ پنهنجي عيد گــاه لاءِ تجويز ڪو- ٺيل سمجهوته جي تحت اسان جي منتخب ڪيل پلاٽ تــي نه حڪومت کي اعتراض ڪرڻو هو ۽ نه وري سنين کي لڪن افسوس جو ڪاسورا شاهي ۽ اسان جي سني ڀائرن پلاٽ تي سخت اعتراض ڪيا ۽ ٽوڙي ٺيل سمجهوته تان به ڦري ويا ۽ اسان جا سائر انتظاميه جي سامهون وڏي آواز سان چــوڻ لڳا ته خبردار! توهان جي مرضي جي ڪا به شئي نه ملندي ۽ اهوئي ڪجهه ملندو جيڪو اسان چاهينداسيــن." ڊپٽي ڪمشنر خيرپور بغير شيعن جي مشوري ۽ رضامندي جي صرف اهل سنت جي چوڻ

تي هڪ غريب ۽ يتيم جان محمد سهتي جي باغ جو ٽڪرو زبردستي هٿ ڪري ان تي ڪم شروع ڪرائي ڏنو. جان محمد سهتو ۽ ان جي ننڍين يتيم ٻارڙن کي اها خبر پئي ته انهن جناب چيف منسٽر سنڌ کي استدعا ڪئي ته سندن باغ نه ورتو وڃي جو اهو سندن گذران جو واحد ذريعو آهي. جناب چيف منسٽر جن پڻ ڊپٽي ڪمشنر کي منع ڪئي ته اهو باغ نه ورتو وڃي ان کان علاوه جان محمد سهتي جن سول ڪورٽ ۾ ڪيس پڻ داخل ڪيو آهي.

ڊپٽي ڪمشنر ان زبردستي ڪنيل پلاٽ تي ڪم شروع ڪرائڻ کان وٺي مڪمل ٿيڻ تائين ڪڏهن به شيعن سان مشورو نه ڪيو ۽ نه وري شيعن کي اهو ٻڌايو ويو ته اهو سندن عيدگاه پيو ٺهي.

حالانڪه اسان کي جيئن ئي خبر پئي ته اهو پلاٽ شيعه عيدگاه لاءِ وٺڻ جو سوچيو پيو وڃي ته ان وقت کان پلاٽ جي ٺهڻ تائين ڪيتريون ئي درخواستون موڪليون ته ان پلاٽ تي شيعه عيدگاه ٺهرائي عوام جو پيسو ضايع نه ڪيو وڃي ڇو ته اهو پلاٽ هڪ ته معاهدي جي خلاف ورزي آهي ته ملڪيت جو مالڪ راضي نه آهي. ليڪن ان جو ڪوبه اثر نه ٿيو. مورخ ڇهين سيپٽمبر ١٩٧٥ کان اخبارن ۾ به اچڻ شروع ٿيو ته کهڙا ۾ عيدگاه جو ديرينه مسئلو طئي ٿي ويو. حڪومت سنڌ هڪ هڪ لک روپين جي ورچ سان ٻنهي ڌرين کي الڳ الڳ عيدگاه ٺهرائي ڏنا آهن. ٻئي ڌريون راضي آهن ۽ عوامي حڪومت جو اهو سنهري ڪارنامو آهي.

وغيره. اسان اخبارن کي تفصيلي مراسلا موڪليا ته حقيقت ڇا آهي. روزنامه آفتاب جي مورخ ٢٣-٩-٥٥ واري پرچي ۾ اسان جي ترديد آئي جنهن لاءِ اسين سندن شڪرگذار آهيون اسان اخبارن کي اهو به لکيو ته عوامي حڪومت جو سنهري ڪارنامو پيو ته نه آهي. البت عوامي حڪومت جي ڪامورا شاهي جو اهو سنهري ڪارنامو ضرور آهي ته ڊپٽي ڪمشنر خيرپور هڪ فرقي کي احساس برتري ڏئي ٻئي فرقي يعني شيعن کي ٻئي ڪلاس جي شهري بنائڻ جي پوري ڪوشش ڪئي آهي.

محترم سائين! هي ڊپٽي ڪمشنر شيعه دشمني ۾ اڳين کان به گوءِ کٽي ويو. هن صاحب انگريزن واري "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" واري پاليسي اختيار ڪئي ۽ اسان جي ٻن تن ماڻهن تي هٿ رکڻ شروع ڪيا ۽ هنن کي لالچون ڏيندا رهيا ۽ چوندا رهيا ته امام علي شاهه وغيره ڪجهه به نه آهي. ان جي حيثيت ڪهڙي آهي. ان سان اسان نه ڳالهائينداسين. سڀ ڪجهه توهان آهيو وغيره.

ليڪن مولا پاڪ جي مهرباني جو اسان جو ڪوبه شيعه انتظاميه جي چڪر ۾ نه آيو ۽ انتظاميه پنهنجي ذليل سازش ۾ بري طرح ناڪام رهي.

مورخ ١٠-١٠-٥٥ جي اخبار عبرت ۽ ١١-١٠-٥٥ جي آفتاب ۾ نمائنده جي حوالي سان ڊپٽي ڪمشنر جو بيان آيو آهي جنهن ۾ چيو ويو آهي ته شيعن نئين نهل

عيدگاه ۾ ان ڪري نماز نه پڙهي جو هنن جي چوڻ مطابق اهو پلاٽ زبردستي ڪنيل آهي ۽ شريعت موجب نماز ان تي ٿي سگهندي.

اهو بلڪل صحيح آهي ته اهو پلاٽ زبردستي ڪنيو ويو آهي نه لئنڊ اڪيوزيشن ايڪٽ جي صحيح نموني ۾ پوئواري ڪئي وئي آهي ۽ نه مالڪ کي عيوضو ڏنو ويو آهي. تعجب اهو آهي نه مالڪ کي پلاٽ متعلق نوٽيس مورخ ٢٦-٨-٧٥ تي ڏنو ويو آهي ۽ ڪم ٢٥-٨-٧٥ تي شروع ڪرايو ويو هئو. مالڪ کي راضي ڪرڻ لاءِ انتظاميه هر قسم جا حربا استعمال ڪيا جان محمد جيڪو منڊي ماستر آهي تنهن کي ڏورانهين پنڌ تي بدلي ڪرڻ، نوڪري ختم ڪرڻ ۽ ڊي - پي . آر ۾ بند ڪرڻ جا دڙڪا ڏنا ويا. جان محمد جي لنڊي پاڻ کي تي ڏينهن پوليس اسٽيشن کهڙا ۾ ناحق بند ڪيو ويو ۽ مارڪٽ ڪئي وئي مطلب ته هر قسم جو دٻاءُ وڌو ويو تنهن هوندي به مالڪ راضي نه ٿيو. مالڪ جو تعلق اهل سنت فرقي سان آهي.

اسان سني شيعه عالمن کان اهڙيون فتوائون ورتيون آهن ته مالڪ جي رضامندي کان بغير حاصل ڪيل پلاٽ تي نماز جائز نه آهي.

اسان صرف ان ڪري پلاٽ ونڊ کان انڪار نه ڪيو آهي ته ڪو مالڪ راضي نه آهي. اسانجو موقف اهو آهي ته اهو پلاٽ سيد امام علي شاهه ۽ مسٽر عبدالوحيد ڪٽپر جي وچ ۾ ٿيل سمجهوتي جي خلاف ورزي آهي- وعده شڪني آهي ۽ ان عيدگاهه لاءِ شيعن سان ڪو به مشورو نه ڪيو ويو آهي. **اسان جو موقف** اهو آهي ته جي پاڪستان ۾ زنده رهڻو آهي ته عزت جي زندگي گذارڻي آهي- ذلت جي زندگي اسان کي نه گهرجي- آخر ڇو اسان ٻئي فرقي جي رحم و ڪرم تي رهون- اهو ڇو ٿو ڪيو وڃي ته جيڪو ڪجهه ٻيو فرقو چاهي اهو ئي ٿئي ۽ اهو ئي ڪجهه ملي- اسان جي پنهنجي جداگانه حيثيت آهي- اسانجا عقائد جداگانه آهن اسان کي پنهن جي عقائد جي تحت رسومات جي آزادي هجڻ گهرجي اسين ٻئي فرقي جي رضامندي جا محتاج نه آهيون- اسان جو هن ملڪ ۾ برابر جو حصو آهي ملڪ ۽ قوم لاءِ ڏنل قربانيون ٻئي فرقي جون اسان کان وڌيڪ نه آهن- شيعه فرقي کي ٻئي فرقي جي ڀيٽ ۾ ٽيڪسن ۾ ڪا رعايت نه آهي- اسين قادياني نه آهيون- اسين ٻئي ڪلاس جا شهري بڻجڻ هرگز قبول نه ڪنداسين- اسين پنهنجي اصول جي خاطر آخري وقت تائين پر امن احتجاج ڪندا رهنداسون- اسان جي آقا، رهبر امام مظلوم ۽

اصول جي خاطر پر امن احتجاج ڪندي خون جو آخري قطرو وهائي فتح حاصل ڪئي- اسين به پنهنجي آقا ۽ مولا جي نقش قدم تي هلي فتح حاصل ڪنداسين - انتظاميه جي نا انتظامي ۽ جانبداري جي حد اها آهي ته اهل سنت وارن کي ساڳئي پلاٽ جو حصو ڏنو ويو آهي جيڪو حڪومت واپس ورتو هو- هي پلاٽ هاءِ اسڪول جي گرائونڊ مان ورتو آهي ۽ اسڪول جي تعليمي ماحول کي هڪ طرف خراب ڪيو ويو آهي ۽ اسڪول جي زمين ٻن ٽڪرن ۾ ٻئي طرف خراب ڪيو آهي. انتظاميه شيعه عيدگاه لاءِ جيڪو زبردستي پلاٽ ڪنيو آهي اهو پلاٽ اڄ کان ٻه سال اڳ سنهن شيعه عيدگاه لاءِ تجويز ڪيو هو.

هن معاملي ۾ اسين ڊي. ايم خيرپور وڏو پارٽ ادا ڪيو آهي- هي انتهائي متعصب ۽ شيعه دشمن آهي- هي ان ڊپٽي ڪمشنر جو ساٿي آهي جنهن ڏڪي ڏني هئي ته شيعن جون لاشون گندي پاڻي ۾ پورايون وينديون.

اسان جي سائين جن جي خدمت ۾ اپيل آهي ته حڪومت سنڌ ۽ پاڪستان کان پرزور مطالبو ڪيو ته ان قسم جي وطن دشمن ڪمورن جي خلاف سخت قدم کنيو وڃي ۽ عيدگاه تي ٿيل اجايو خرچ ڊپٽي ڪمشنر خيرپور کان ڀرايو وڃي جنهن شيعن جي اعتراضات ۽ ناراضمندي جي

پرواه ڪرڻ بغير عيدگاه تعمير ڪرايو. هن سان حڪومت
کان گهر ڪئي وڃي ته پنهنجي ڪيل وعدي کي پورو
ڪري ۽ شيعن سان ماتمي ماڻهن وارو ورتاءُ ختم ڪري.

انجمن ضياء جعفريه کهڙا

هي سڀ گڏ قرارداد ... سو اهو ڪري
جلد از جلد پاس ڪري ڏيو ...
مورخ 15/5/75



مورخ ......... تي ...... شيعان ... جو هنگامي اجلاس زير صدارت

......... منعقد ٿيو جنهن ۾ هيٺيون قرارداد پاس ڪيو ويو

## قرار داد

اسان کي هي معلوم ڪري سخت افسوس ۽ ڏک ٿيو آهي ته شيعان
کهڙا ضلع خيرپور کي عيدالفطر جي عيد نماز ادا ڪرڻ کان محروم ڪيو ويو.
اسان کي سخت تعجب آهي ته جڏهن شيعن مورخ 23/12/74 جي سمجهوتي تحت
12/74 اڌ واري اصل پلاٽ ڇڏي ڏنو ۽ ٻيو پلاٽ تجويز ڪيو ويو ۽ جو مخالف ڌر
ان پلاٽ تي اعتراض ڪيا ۽ حڪومت جو مخالف ڌر جي هوڙ تي ٻڌهي وعدي
تان ڦري وئي ۽ ڊپٽي ڪمشنر خيرپور جو صرف مخالف ڌر جي هوڙ تي بغير
شيعن سان صلاح و مشوره ڪرڻ جي عيدگاهه تي اجايو خرچ ڪيو اسان کي سخت
افسوس آهي ته شيعان کهڙا کي مخالف ڌر جي رضامندي ۽ مرضي جو محتاج
ڇو ٿو رکيو وڃي ۽ کين سيڪنڊ ڪلاس شهري جو ٿو بڻايو وڃي
اسان کي کهڙا جي حالتن ۽ حڪومت جي جانبدارانه رويه تي سخت تشويش
آهي. شيع قوم هميشه کان ملڪ ۽ قوم جي وفادار رهي آهي ملڪ ۽ قوم
جي سلامتي لاءِ وڏيون قربانيون ڏنيون آهن ضلع انتظاميه خيرپور جي
شيع دشمني ڪنهن به صورت ۾ ملڪ ۽ عوامي حڪومت لاءِ فائديمند نه آهي
اسين ...... شيعان ...... حڪومت سنڌ ۽ پاڪستان کان
پرزور مطالبو ٿا ڪريون ته شيع قوم جي جذبات جو قدر ڪندي مورخ 23/12/74 جي سمجهوتي
تي عمل درآمد ڪيو وڃي نام نهاد شيع عيدگاهه پلاٽ تي ڪيل اجايو خرچ ۽
ڊپٽي ڪمشنر خيرپور کان ڀرايو وڃي ۽ هن جي خلاف عوامي پيسا ضايع ڪرڻ جا جرم
تحت سخت قانوني قدم کنيو وڃي

مزيد اهو به واضح ڪيو وڃي ته جڏهن مورخ 12/74 اڌ واري شيع عيدگاهه پلاٽ تي

ڪالبه اڏاوت ڪئي وڃي ته ان جا نتائج تمام خراب نڪرندا
جو ته مورخ 23-12-74 واري سمجهوتي جي تحت شيعن جي منتخب ڪيل
پلاٽ تي اعتراضات جي حالت ۾ مورخ 1-12-71 واري پلاٽ تي
شيعن جي حق مالڪاڻه رهندو

مورخ

سيڪريٽري

1. ڪاپي جناب اعلى وزير اعظم پاڪستان اسلام آباد
2. " " وزير اعلى سنڌ ڪراچي
3. " " وزير قانون سنڌ ڪراچي
4. " " ڪمشنر سکر ڊويزن سکر
5. " " ڊپٽي ڪمشنر خيرپور
6. انجمن ضياء جعفريه ڪهڙا ضلع خيرپور